# سنڌ ڪنهن ٻوڙائي!



# هاڻي
# ڇا
# ڪرڻ
# گهرجي

ڪامريڊ غلام رسول سهتو
شاهه عنايت آبادگار هاري يونين

خدا ڄاڻي ٽوڙهي ڦاٽڪ ۽ ٽوڙي بند جو ٻاڻ ۾ ڪهڙو ٻنڌڻ هيو جو ٻنهي سنڌ واسين ڏي لاشا ئي موڪليا آهن. ٽوڙي ڦاٽڪ جا لاشا ضياءَ شاهي جي مارشل لا ڏنا هيا. هاڻي به ٽوڙهي بند کي ٽوڙائڻ جا پيرا ڊزاسٽر اٿارٽي سان گڏ ساڳين اصلي تي وڊن ڏي وڃن ٿا. ايريگيشن کاتي وارن جا ته اصل کان ئي نيرا پير آهن پر درياهن کي ڪٽ هڻڻ جهڙا فيصلا سنڌن کان مٿي فيصلا هوندا آهن. پهرين ڏينهن کان انهن جا نالا کڻندي ميڊيا وارا ڏکي وڃن ٿا. بنيادي سببن ۾ اسان جا مالهي نااهل آهن. يعني ايريگيشن جا عملدار چيف انجنيئر آهن. جن کي 16 سالن کان ملندڙ بندن جي اونچائي وڌائڻ، اسٽون پچنگ ۽ ريگيوليٽرن جي مرمت لاءِ سورنهن ارب نه پر هڪ سئو ارب روپيه صوبائي مرڪزي حڪومت فيڊرل فلڊ ڪميشن ۽ ورلڊ بئنڪ وارن کان ملي چڪا آهن. سندن ڪنسلٽنٽ فرمون به سندن پنهنجن ئي ڪامورن جون آهن جن خلاف ڪڏهن به انڪوائريون نه ٿيون آهن. جيڪي ڪم نامڪمل هيا يا مورٿون ٿيل ئي ڪو نه هئا پوءِ به سندن بل ڪيئن پاس ٿيا، يا کي بليڪ لسٽ ٿيا ته وري بيهر ڪين ڪنسلٽنٽ ڪنهن مقرر ڪرايو سندن خلاف سوين ڪيل درخواستن مان ڪنهن هڪ خلاف انڪوائري ڇو نه ٿي، وري اسان جي اسيمبلي ميمبرن ۽ وزيرن ڪڏهن به صحيح ڪم نه ڪرڻ جون شڪايتون ڇو نه ڪيون. نه وري سندن انڪوائريون ئي ڪرايون ويون. سيني جو ٻاڻ ۾ مڪمل ناني ويڙهو هيو ۽ اڄ به آهي.

آبپاشي کاتي جي تاريخ ۾ يا ائين چئجي سنڌ جي هارين ۽ آبادگارن جي قسمت ۾ ئي سندن تقدير تبديل ڪرڻ وارو منسٽر نه مليو آهي، چاڪاڻ ته غيرتي منسٽر سنڌ جي معيشت تبديل ڪرائي سگهي پيو ۽ ههڙن ڊزاسٽرن کان بچائي سگهي پيو. ٿوري گهڻي مراد علي شاهه ۾ اميد هئي، چاڪاڻ ته ان ۾ مڪمل ڄاڻ به هئي ته ڪافي دامن به صاف هيس، پر خبر نه آهي ته سندن مٿان ڪهڙيون خفيه هڇائون بڇيون ويون جو پنهنجن ٽن سالن ۾ ڪو به اهڙو رول ادا نه ڪري سگهيو، جنهن ڪري تاريخ ۾ ياد رکيو وڃي پر سندس اوچتو هٽائڻ تي اسان اهو ضرور محسوس ڪيو ته سنڌ سان ضرور ڪجهه نه ڪجهه ٿيڻ وارو آهي. وري اهڙي وزير کي مقرر ڪيائون، جيڪو اڳ ۾ الزامن تحت لاٿو ويو هو. ان جي حالت ۽ صلاحيت اها هئي جو چئي وينو ته سکر بيراج کي بچائڻ لاءِ ڪٽ ڏنو ويو آهي وري ٻئي ڏينهن ترديد ڪيائين ته رپورٽ غلط ڏني وئي هئي، اهڙين هنگامي حالتن ۾ منسٽر سان ڪوڙ ڪنهن ڳالهايو؟! اهو ڪو اوور سيئر يا ايس ڊي او ته ڪو نه هوندو بلڪ چيف انجنيئر يا سيڪريٽري ٿي سگهي ٿو. پوءِ وزير موصوف انهي خلاف ڪهڙو قدم کنيو؟ جنهن سندس عزت کي گولي تي چاڙهي ڇڏرائي. وري بيان آيو ته دماغ ڪم ئي ڪو نه ٿو ڪري، هاڻي ڏيو منهن، ان کي وزير ڪنهن رکرايو، ڇو رکرايو ويو؟ سندس دماغ ڪم نه ڪرڻ سبب برطانيا جي ڊپٽي وزيراعظم کي بريفنگ به ڪانفس ڪانه ڏيارائي وئي! اهڙي وزير خلاف جڏهن ايم اين اي گل محمد جکراڻي وزيراعظم اڳيان ڌانهيندي چيو ته اسان عوام ۾ منهن کڻي وڃڻ جهڙا ئي ڪو نه رهيا آهيون. جو آبپاشي وزير ميڊيا اڳيان اعتراف ڪندي بيان ڏنو آهي ته ڪٽ اسان هڻايو آهي، ساڳيو سوال جڏهن وزيراعظم اڳيان صحافين پڇيو ته ان چيو اهڙا الزام ته پنجاب حڪومت تي لڳا آهن. صحافي پڇيس ته پوءِ ٻنهي خلاف انڪوائري ويهاريندئو؟ ته چيائين ته ها ويهارڻ گهرجي، اڄ ان کي ايترا ڏينهن ٿيا آهن. پوءِ به ڪا انڪوائري يا ڪميشن نه ويهاري وئي، مان چوان ٿو بنگال لاءِ جسٽس حمود الرحمان واري ڪميشن ته ويهاري وئي هئي. پوءِ کڻي ان تي قدم نه کنيو ويو هو، ليڪن هن ايڏي ڊزاسٽر تي ڪڙڪ جڄن جي ڪا ڪميشن يا ڪا انڪوائري ڪا نه ڪرائي ويندي، چاڪاڻ ته "اصل تي وڊا" به ملوث آهن. انهي سڄي ماجرا کي ٽي وي تي ڏسندي ۽ حڪومتي نااهلي کي محسوس ڪندي ۽ روئندي روئندي نيٽن جي نيرن سڪڻ بعد اهو سڀ ڪجهه ڏسڻ نڪري پيس، ورندو جڏهن ٽي وي تي سنڌ جي مها وڏن جاگيردارن کي سنڌ جو ۽

سنڌين جو محافظ ڪري پيش ڪيو پيو وڃي، جن وڏيرن سامهون مارُوئڙن کي ڪٽ يا موڙي تي ويهڻ جي صدين کان اجازت ناهي، انهن خانن کي صدين ۾ پيدا ٿيندڙ انسان ۽ محافظ جا القاب ملڻ لڳا تہ منهنجي هاري ڪاميٽي واري طبقاتي رڳ ڦڙڪي، سڌو وڃي ڍهرڪي ڪامريڊ مانڊل شروت پهتس، ان کي ۽ ڊاڪٽر ظفر پنهور کي ساڻ ڪري ريڻي ڪئنال کي لڱل ڪٽ ڏسڻ وڃون ٿا. ڪامريڊ مانڊل شر ٻڌائيندو ٿو هلي تہ ريڻي ڪئنال جو مطالبو سڀ کان پهريان مون ئي سنڌ هاري ڪاميٽي ۾ رکرائي ڪٽرايو هيو، پوءِ اعتراض بہ مون ئي واريو هو تہ اهو فائدو ڪنهن کي ڏيندئو؟ پهريون چيو ويو تہ اهو فلڊ ڪينال هوندو، جنهن ۾ پنج لک ڪيوسڪ ڪٽڻ جي گنجائش هوندي، پوءِ ان کي نواز شريف دور ۾ بدلايو ويو، جڏهن نواز شريف پاران بينظير ڀٽو خلاف بي اعتمادي جي رٽ پي پيش ڪئي وئي تہ نواز شريف سنڌ مان بہ بہ ڪروڙ رپيا ڏيئي جيڪي قومي اسيمبلي جا ميمبر خريد ڪري ورتا هيا، تن ۾ پير آف راڻيپور، پير آف پرچوندي شريف ۽ سردار نور محمد خان لنڊ بہ هيا، اها خبر جڏهن محترمہ کي پئي هئي تہ ان کين گهرايو تہ هنن چيس تہ بڪيا آهيون، مڙئي لوهار جي پٽ کان پئسا ڪڍياسين، باقي ايترا بي غيرت بہ ناهيون جو نياڻي سان غداريون ڪيون!! بعد ۾ جڏهن نواز شريف جو دور آيو تہ ان ريڻي ڪئنال واريون زمينون ادائي لک ايڪڙ جنرلن کي ڏيئي ڇڏيون تہ اهي جنرل سدائين انهن مٿان چڙهيا ويٺا هوندن پر تاريخ کان اڻ واقف کي اها خبر نہ هئي تہ سنڌ ۾ جنرلن کي مليل لکين ايڪڙن مان هن مهل تائين گهٽا فصل ڪٽي سگهيا آهن؟ سواءِ جنرل نصير اختر جي، جيڪو رهي ئي اوباوڙو ۾ ٿو ۽ پيپلو هجڻ جو ڊرامو ڪندو ايندو آهي. بهرحال نواز شريف پنهنجي پر ۾ نور محمد خان ۽ مِيان منڻي سان پلاند ان طرح ڪيو هو ۽ ريڻي ڪئنال کي ڊفينس ڪئنال بڻايائون، جنهن جي ڪيپيسٽي ڪل 15 هزار ڪيوسڪ رکيائون، ريڻي ڪئنال لڳ بگڙن، ڪورين مان هڪ همراھ ڪٽون ٿا، اهو ۽ بند تي ماڻهو ٻڌائين ٿا تہ موجوده سپر فلڊ سبب ايم ايل بند جڏهن پنگ جي تاريخي شهرڪان اوور ٽاپ ڪندو اچي ريڻي ڪئنال کي لڳو تہ پنجاب وارن ريڻي ڪئنال کي ڪٽ ڏيارايو تہ پاڻي ريڻي ڪئنال ڇڪي ويندو، انهي جي سوڪنگ ٿيل ڪا نہ هئي، جنهن ڪري ان کي جتان ڪٽان روٽيون پئجي ويون، جيڪي ڪوشن، چانڊين، شرن، بگڙن، ڪورين مڙسي ڪري سوين ڪٽا ٻوريون روٽين ۾ وجهي بند ڪري وڌيون، پوءِ انهن جام مهتاب ۽ ميان منو جي ڏڍ تي ورندو پنجاب طرف ٽن جاين تان ڪٽ هڻي پاڻي کي واپس پنجاب ڏي روانو ڪري ڇڏيو، ليڪن اوڏانهن بہ زمينون چاچڙن، شرن، ملڪن، چانڊين، لنڊن، مهرن جون ئي آهن، پاڻي ريڻي ڪئنال ذريعي وڃي ڪينجهو ڪنيو، اتي سردار علي گوهر خان کي پنهنجي ”چڙيا گهر“ ۽ ”دبئي چراگاهن“ جي تباھ ٿيڻ جو خوف ٿيو تہ ان ڪينجهو جا دروازا بند ڪرائي ڇڏيا، جنهن تي شرن ۽ لنڊن سخت مزاحمت ڪئي، پوءِ ڊي سي عقيلي پنهنجي فورس سان پهچي ويو، ان ئي دروازو کولڻ جو حڪم ڏنو، پوءِ پاڻي وڃي شيرني کان ٿيندو گابر کي لڳو، تنهن کانپوءِ خود علي گوهر خان جي ماڻهن هڪ وڏيڪ ڪٽ ڏيئي پاڻي کي تلو جي بنگلي طرف ٽوڙي ڇڏيو.

جيڪي بہ ڳوناٺا ٽوڙي صحافي سماجي ورڪر ملن پيا، اهي پڇن پيا تہ اوهان صحافي آهيو ۽ ٻڌايو تہ علي گوهر خان جون زمينون ڪهڙين ڪهڙين ديهن ۾ هيون؟؟ ۽ انهن زمينن ۾ سردار جا ڪروڙن جا ڪهڙا ڪهڙا فصل بيٺا هيا، جيڪي ٻُڏي ويا؟ جو چيو ويو تہ سردار صاحب پنهنجا فصل ٻوڙائي بہ سنڌ کي يا گهوٽڪي کي بچائي ورتو هيو!؟ هاڻي مان اهي تبرا ۽ گاريون هتي لکي ڪو نہ ٿو سگهان، تہ ماڻهو سردارن جي خاصخيلي صحافي کي ڪهڙن القابن سان نوازي رهيا هئا.

ريڻي ڪئنال جا ڪٽ ڏسڻ کانپوءِ مريد شاخ جي منصور مزاري وٽ پهچان ٿو، جيڪو ٻڌائي ٿو تہ جيڪو ڪوش، ماڇڪي جي سردار ۽ ناظم کي قتل جي الزام ۾ روپوش هيو، انهي

جوان بيهي کلم کلا پنجاب ڏي ڪٽ هٽايو آهي، پوءِ تہ بگڙن ڪورين بہ پي ڪٽ هنيا، پوءِ سنڌ جي مها سياستدان پاران ماڇکي شهر جي پنجاب جي حوالي ڪرڻ تي گهڙي پلڪ گڏيل ماتم ڪيون ٿا، بعد ۾ گڊو جي ليبر ليڊر ڪامريڊ شمس سولنگي وٽ پهچون ٿا. گهڙي پلڪ ۾ سڀ پراڻا ڪامريڊ ڪچهري تي پهچي ٿا وڃن. جيڪي ٻڌائين ٿا. اسان پهرين ڏينهن کان ئي ڪيمپون هلايون ٿا. جن جي هر ضرورت پوري ڪيون ٿا. اهو بہ ٻڌائين تہ پيو تہ نهيو خود ٿرمل پاور واري بند جي ڪا بہ مرمت ٽيل ڪا نہ هئي. جنهن کي ڪافي روڙيون پيون. جيڪي اسان جي اسٽاف بند ڪيون. نہ ڪي ايريگيشن وارن!! هاڻي اسان جي چيف اهو فيصلو ورتو آهي. انهي بند جي سڄي پچنگ اسين ڪرائينداسين. باقي ايريگيشن وارن تي آسرو رکيوسين تہ پوءِ هي ٿرمل پاور بہ اهي ٻوڙائيندا. منهنجن روزن رکڻ تي سڀ خوش ٿين ٿا ۽ ٻڌائين ٿا تہ اسين سڀ ڪامريڊ پڻ روزا رکندا آهيون. پوءِ ان تي بحث ڪيون ٿا تہ اسان سامراج جاگيردارن ۽ سرمائيدارن خلاف ايترو عملي ڪم نہ ڪيو هو. جيترو مذهب جي خلاف ڪم ڪيو هيو. جنهن ڪري اسين عوام جا نمائندا نہ ٿي سگهيا هياسين. پوءِ وري فتوائون اهي جاري ڪيون ويون تہ ماڻهو غلام آهن. قدامت پرست آهن. بنيادي طور اسان جا وڏا مها ليڊر ئي جاهل هيا. جيڪي عوام جي نفسيات کان بي خبر هيا. وري صبح جو ڪشمور جي پراڻن دوستن ڪرپال سنڌي ۽ نبي بخش ڪامريڊ وارن سان ڀرپور ڪچهريون ٿيون. جن ٻڌايو تہ گڊو ڪشمور ۽ ڪنڊڪوٽ جي صحافين کي گڊو سڏايو ويو تہ چيف منسٽر قائم علي شاهہ اچي رهيو آهي. ٽي ڪلاڪ صحافين سندس انتظار ڪيو. اوچتو خبر آئي تہ ٽوڙي بند ٽٽي چڪو آهي. صحافين اتي اهي تبصرا ڪيا تہ اسان کي هت مصروف رکڻ جو مطلب بہ اهو ئي هين تہ جيئن صحافي ٽوڙي تي موجود نہ هجن تہ جيئن هو پنهنجي مرضي سان ڪٽ هٽائي سگهن!! سنڌن چوڻ هيو تہ پاڻي جڏهن پختونخواهہ پنجاب ۾ تباهيون ۽ بربادين ڦهلائيندو پئي آيو پوءِ بہ ايريگيشن وارن ڪو بہ جوڳو قدم نہ کڻايو ڇو؟؟ هنن چيو تہ ايريگيشن وارن هر هنڌ وزيراعظم، وفاقي وزير آبپاشي راجا پرويز اشرف اڳيان وڏي واڪ پئي چيو تہ پنج بند انتهائي حساس آهن. جن مان ٽوڙي بند وڌيڪ حساس آهي تہ پوءِ انهي انتهائي حساس بند لاءِ ايريگيشن چيف انجنيئر گڊو ظفر الله مهر ڇا ڪرايو؟ سندس اچڻ ڪانپوءِ تہ گڊو بيراج جي ڪالوني انتهائي ويران ٿي ويئي آهي. اڳ ۾ انجنيئر اچي ويهندا هئا. ليڪن هاڻي گڊو ۾ ايس ڊي او ايريگيشن بہ نہ ويهندو آهي. هڪ دفعي پ پ جي وفاقي وزير توقير فاطمہ ڀٽو گڊو جي دوري تي آئي. گڊو جي آفيس ۾ هڪ ڪلارڪ ڪانسواءِ ڪو بہ موجود ئي ڪو نہ هيو. مائي صاحبہ تپي باهہ ٿي وئي، پوءِ بہ ظفر الله کي ڪجهہ نہ ٿيو. چاڪاڻ تہ موصوف ڪروڙين رپيا ڏئي ان پوسٽ تي موجود ٿي وڃڻ

۔ ڪي پاس ڪري چڪو آهي. هو هر دور ۾ فٽ آهي. هاڻي بہ جڏهن چيف منسٽر سيد قائم علي شاهہ گڊو آيو. پ پ ڪارڪن ۽ عام ماڻهن ظفر الله مهر جي خلاف سخت نعريبازي ڪئي تہ وزيراعليٰ کين مات ڪرائڻ جي ڪوشش ڪندي چوندو رهيو تہ هي هوشيار ماڻهو آهي. وڏو محنتي ماڻهو آهي ۽ ڀلو ماڻهو آهي. وڏي وزير واري ڀلي هوشيار ۽ قابل ماڻهو جي قابليت بہ ڏسڻ وٽان آهي. جنهن جي بدعنوانين اڄ سنڌ ٻوڙائي جو هڪ گونائي ٻڌايو پئي تہ هڪ فوجي آفيسر بند تي ڊيوٽي دوران چيو پئي تہ ايريگيشن وارن آفيسرن کي سوين ڪروڙ رپيا مليا آهن. جيڪڏهن انهن نوٽن جا بند ٺهي روڙين ۽ گهارن وارين جاين ۾ وجهن ها تہ بہ هي تباهي نہ ٿئي ها. خود وزيراعليٰ بي خودي ۾ ميڊيا اڳيان رڪارڊ بيان ڏيئي ويٺو تہ جي ايريگيشن وارا عملدار جيڪڏهن بندن لاءِ منظور ٿيل ڪروڙين رپيا بندن تي خرچ ڪندا اچن ها تہ سنڌ هن طرح بيدردي سان نہ ٻڏي ها. هاڻي سوال اٿاري سگهجي ٿو تہ ڇا وزيراعليٰ صاحب جي پنهنجي ڪا بہ جوابداري ڪا نہ پئي بڻجي؟؟ تہ هن صاحب گذريل 16 سالن اندر سنڌ ۾ بندن لاءِ مليل اربين رپين جي ڪمن نہ ٿيل

هجڻ ڪري انهن جي تحقيقات چو نہ ڪرائي؟؟ ملوث سيڪريٽري ۽ چيف انجنيئرن سميت سيڪريٽري خلاف قدم چو نہ کڻايو؟. ورندو رٽائرڊ ٿيندڙ سيڪريٽري جو مدو ٽي سال وڌائي ڇڏيائين! سندس انهي ڪوتاهي سنڌ کي تہ تباهہ برباد ڪرائي ڇڏيو جو اڌ سنڌ يعني 9 ضلعا تہ اڌ صدي پوئتي ٿي ويا. پنهنجي ڪيل ڪوتاهي سبب ڪيس خود استعيفيٰ ڏيڻ گهربي هئي، پر افسوس جو لڳي ٿو تہ 80 سالن جي عمر ۾ ماڻهو جا اهي احساس بہ شايد ختم ٿي وڃن ٿا. شايد تنهن ڪري ئي واڳ ڌڻين جو راز سندس مٿان ئي رهندو ٿو اچي، جو واڳ ڌڻين جي پيدا ڪيل سياستدانن، عملدارن ۽ ٺيڪيدارن مان ڪنهن جو احتساب نہ ڪرڻ جو شايد قسم کڻايو اٿنس.

28 آگسٽ تي اتڙ واهہ تي سندس ۽ وزيرن جي انهي ڪيل ۽ نہ معاف ڪرڻ جهڙن ڏوهن جو احتساب بہ سندس موجودگي ۾ سندس وزيرن جو استقبال ڳوٺاڻن پادر هڻن ۾ ڪٽي ڪيو هو، جيڪو ميڊيا وارن ڪو نہ ڏيکاريو هو!! مان چوان ٿو تہ اڄ بہ وقت ڪونہ ويو آهي. اڄ بہ هڪ سئو ارب رپين جو بندن تي ڪم نہ ڪرائيندڙ ڪامورن خلاف قانوني قدم کڻايو وڃي، هاءِ ڪورٽ جي ججن تي مشتمل انڪوائري ڪاميٽي ٺاهي وڃي، پنجاب حڪومت اهڙي ڪميشن ٺاهي ورتي آهي، جنهن ڪم بہ شروع ڪري ڏنو آهي. ٻي صورت ۾ ڪين سمجهڻ گهرجي تہ جيئن وقت گذرندو ويندو ۽ جوابدارن خلاف ڪو بہ قدم نہ کنيو ويو تيئن ماڻهن جا رويا سخت ٿيندا ويندن.

گڏو جا صحافي ٻڌائين ٿا تہ چيف انجنيئر خبر نہ آهي، اصل ڪنهن جو ماڻهو آهي جو آبادگارن جي شڪايتن تي نگاهہ نہ وجهندو آهي. بلڪ هو تہ ايم اين اي گل محمدٌ جکراڻي ۽ ايم پي اي مڪيش چاولا خود اسان جي سامهون فون ڪندا اٿس تہ انهن جون فونون ئي اٽينڊ نہ ڪندو آهي!! هو ايتري قدر طاقت وارو آهي جو بندن جي مرمت لاءِ ايندڙ ڪروڙين رپين جا ٽينڊر ئي اخبارن ۾ نہ ڏيندو آهي، سڀ ڪجهہ ڪاغذي ڪارروائين تحت ڪوٽيشن معرفت پنهنجي عملي جي نالي تي ٺيڪا بہ پاڻ ئي کڻندو آهي، سندس عملي جا ننڍڙا ملازم يا سندن عزيز اڄ بہ ڪروڙ پتي ٿي چڪا آهن. سندس هڪ پيارو جنهن جو نالو رب نواز آهي، 10 سال اڳ جڏهن هن ڏهن هزارن جي ٺيڪي لاءِ انجنيئرن کي منٿون ٿي ڪيون، اڄ هو ۽ سندس ساٿي ارب پتي بڻجي چڪا آهن. آبپاشي عملو ٻڌائي ٿو تہ ڪي ٺيڪيدار جنرلن جا عزيز آهن. مان سوچيان ٿو معنيٰ جنرل بہ پنهنجو مڪمل حصو چڪي وٺي رهيا آهن ۽ اهو ئي سبب آهي تہ حڪومتون وزيراعليٰ توڙي ڪنهن بہ ڪرپٽ کان ڪرپٽ ترين عملدار خلاف بہ قدم کڻڻ جي پوزيشن ۾ نہ آهن. هي ويچارڙيون جمهوري سڏائيندڙ حڪومتون جيڪي پنهنجي پر ۾ حڪمران گروهن جي سيني پرتن ۽ گروهن سان مفاهمت واريون پاليسيون هزار بار رکيون پيون اچن پر پوءِ بہ ڪين هلڻ نہ ڏنو ويندو هو بچي فقط تڏهن ئي سگهن ٿيون، جڏهن هو نواز شريف جيان مزاحمت واري پاليسي اختيار ڪنديون، چو تہ واڳ ڌڻين جو ڪجهہ سندن لاءِ رٿيو آهي، اڄ تہ انهن جي منشا موجب رزلٽون بہ اچڻ شروع ٿيون آهن، هاڻي انهن"اصلي تي وڏڻ جو وات پاڻي پاڻي ٿي رهيو آهي. روزانو ڪنهن نہ ڪنهن ٽي وي اينڪر معرفت چوائين ٿا پيا تہ فرشتا اچڻ وارا آهن. سندن لانگ بوٽن جو آواز ٻڌڻ ۾ اچڻ وارو آهي وغيره وغيره. چو تہ ٻوڏ ستايلن لاءِ جيڪي هزارين ارب ڊالرن جي امداد ملي چڪي آهي، يا اڃا بہ ايتري ملڻ واري آهي، اها رقم فوجين کي هرڪائي ۽ لالچائي رهي آهي تہ هو جلد کان جلد اچي انهن هزارين اربن ڊالرن جا وارث ٿين. ۽ ماضي جيان وري مال ڏٽن.پر مون کي صدر زرداري جي ويزن تي حيرانگي لڳي هئي جنهن لنڊن ۾ بيان ڏنو هيو تہ ٻوڏون اينديون وينديون رهنديون پر ملڪن جون دوستيون وڌيڪ اهم هونديون آهن. اڄ جي بينظير ڀٽو هجي ها تہ اهڙو بيان نہ ڏئي ها!!

ڪشموري دوست ڪرپال چوي پيو تہ اڄوڪو ڏينهن تنهنجي حوالي آهي، توکي

ٽوڙي بند هلي ڏيکاريون ٿا. ليڪن گهڙي لاءِ جو موڪلائي ويو ته وري نه موٽيو. نه رابطو ٿي ڪيائين!! مان سوچيان ٿو ته ويچارن جي به هيءَ ٿي سيزن آهي. سوچيندا هوندا ته ڪامريڊ ته پنهنجون زمينون صحافت ۾ وڃائي پينگ ڪئي آهي. اسين چو پنهنجي سيزن وڃايون؟ سنڌس پاءُ ڪامريڊ مولچند سان ڪچهري ڪري گڏو موٽان ٿو. بعد ۾ ڪامريڊ خادم بجاراڻي کي فون ڪيان ٿو. ٽوڙي بنگلو ٽوڙي بند جو اکين ڏٺو مشاهدو ڪرڻ چاهيان ٿو. اهو چوي ٿو اسين ته اڳ ۾ ئي توکي وينا ياد ڪيون. تون ئي سچ لکڻ جي جرئت ڪندڙ ڪامريڊ آهين. تون پهتو چو نه آهين؟ مان صبح جو ڪنڊڪوٽ پهچڻ جو چوانس ٿو. ڪنڊڪوٽ ۾ پراڻن دوستن استاد نجم بجاراڻي ۽ حافظ ربنواز چاچڙ سان گڏجي ڪنڊڪوٽ جي صحافين سان ملان ٿو. ايريگيشن عملدارن سان ملان ٿو. سنڌن گهوڙا ٻڌان ٿو. ٽوڙي بند تي پهچون ٿا. پهريان پهريان مڪمل تباهه ٿيندڙ ڳوٺ حامد ملڪ. دوست علي سبزوئي. جهنگل ميراڻي. قياس پيو. ڪِهٽو پيو. راجاڻي پيه. محمد ڪوسو. جتوئي خان چاچڙ ڳوٺ ڏسي اچون ٿا. پوءِ بي ايس فيڊر ڪئنال جي تباهي ڏسون ٿا. لڳي ٿي نه ٿو ته ڪو هتي ڪو ڪئنال به هيو. مون کي اتي هڪ هوري مٽيءَ جي يا ڪا ٽرڪ پٿرن جي ڪٽي به لتل نظر ڪونه آئي جيڪا هنن جي هٽڻ ڪان ڪا رهجي وئي هجي. ڳوٺ قياس پيو جي قبول خان پيو جي پيٽرول پمپ تي موٽي اچي رهون ٿا. چو ته ڪنڊڪوٽ شهر ۾ بجلي جي اکيوٽ سبب ڪمرن ۾ رهڻ مشڪل ٿي ويو هو. پيٽرول پمپ روڊ بند هجڻ سبب بند آهي. جتي اوڳاهي قبيلي جي متاثرين جون سوين مينهون بيٺيون آهن. هڪ ڳوناٽي جون اٺ مينهون ۽ پاڏيون نڪري وڃن ٿيون. بي ڪا واهه نه ڏسي قرآن شريف ڪٽي راڄن ۾ قيرائي ٿو. ڪنهن ڏاڍي مڙس چيس ته ڪاهي ڪو نه آيا آهيون. بس هاٽي تون ڳوٺ وڃ. رات تو وٽ مينهون پهچي ويندون. پوءِ رات جو مينهون پهچي وڃنس ٿيون. پٽرول پمپ جو انچارج افضل ڪلهوڙو انتها درجي جو پوڳائي ۽ هردل عزيز انسان آهي. خادم کي چوي ٿو ته تو وارو يار ڪامريڊ به سيزن ڪمائڻ آيو آهي ڇا؟ خادم منهنجو سياسي تعارف ڪرائيس ٿو ته هي ڪامريڊ نه هجن ها ته اسان ڏوهاري ٿي چڪا هجون ها. اهي ڪامريڊ سهتي ۽ ڪامريڊ شاهه محمد دراني وارا هيا. جن اسان کي ٽيڪنيڪل ڪاليج خيرپور ۾ مڪمل سياسي ڪارڪن بڻايو هو. پوءِ افضل ڪلهوڙو چويس ٿو ته پوءِ غريب ايريگيشن جي ننڍڙن ملازمن ڪان انٽرويو وٺي ڪين چو مارائڻ آيو آهي؟ سچيون خبرون ته سنڌس برادري کي آهن. انهن ڪان چو نه ٿو پڇي؟ انهن سچيون خبرون چو نه ٿي موڪليون؟ انهن ئي انتهائي حساس بندن کي ٽننڊي يا اوور ٽاپ ڪندي چو نه ٿي ڏيکاريو. حالانڪ انهن کي پنج ڪلاڪ مليا هيا. اهي پنج ڪلاڪ اهي بندن تي چو نه ٿي آيا؟ جيڪي صحافي هڪ ڏينهن اڳ ته انجنيئرن سان ڳوناٽن سان گڏجي جهڳڙو ڪن ٿا ته اوهان کي بند کي بچائڻ لاءِ ڪروڙين رپيه مليا آهن. پوءِ به ڪجهه ڪيو چو نه ٿا؟ پر هڻي ڏينهن بند ٽٽڻ وقت وري گم چو ٿي ويا هيا؟؟

افضل ڪلهوڙو جيڪو اجا عباسي ڪو نه ٿيو هو. تمام گهڻي معلومات رکندڙ نوجوان آهي. ايريگيشن کاتي جي عملدارن سان سنڌس انتهائي گهرا تعلقات آهن. جيڪو ڪين شهر مان هر شيءِ وٺي پهچائيندو آهي. يعني خريداري سنڌس حوالي هوندي آهي. ان ڪري ايريگيشن عملدارن ياران ڳالهائڻ جڻ پنهنجي ڊيوٽي ٿو سمجهي. ٻڌائي ٿو ته لڪين رپين جو بارداڻو چئن ٽرڪن ۽ ڊاٽسن ۾ ڪٽي بند تي پهچون ٿا ته اُتان جا ڳوناٽا ٻڌڻ جي خطري کي پلائي هوريون يعني ڪتا زوري ڪٽي وڃن ٿا. هزارين ٽوئيون ڪٽي وڃن ٿا. هزارين تارچون ڪٽي وڃن ٿا. سپ شيون جنهن مقصدن لاءِ آيون هيون. انهي لاءِ استعمال ئي نه ٿيون ته پوءِ بند ڪيئن پيو بچي سگهي؟ رڳو ايريگيشن وارا ڏوهاري ڪو نه آهن. خود اهي ڳوناٽا به ڏوهاري

آهن. جيڪي انهن ٻورين لٽڻ ۾ شريڪ هيا. جيڪي گهرايون ئي ڪين ٻوڏ کان بچائڻ لاءِ ويون هيون. اوهان جي صحافين اهي ٻوريون لٽجندي ڇو نہ ٿي ڏيکاريون؟ انهن مان ڪو بہ سنجيده ڪو نہ هو. هڪ وقت ائين پيو لڳي، جيڪو درد چونڊيل ايم اين اي، ايم پي اي کي هجڻ گهرجي، انهي کان بہ وڌ جذبو صحافين ۾ ڏسڻ ۾ پئي آيو. جڻ ڌرتي جا وارث ئي اهي آهن. پر ٻي گهڙي سندس سارا جذبا ۽ خيال ڪافور جيان گم ٿي ويا ٿي، اوهان کي تہ خبر هئڻ گهرجي تہ ڇو؟؟ مان چوانس ٿو تہ تون اهي احوال ٿو بيان ڪرين، جيڪي ايريگيشن عملدارن رڪارڊ جي ڪاغذن ۾ چاليهہ ڪروڙ ڪاٽڻ لاءِ ناهيا آهن. ڪامريڊ خادم چوي ٿو تہ هي تمام وڏي ڌوتي اٿئي، هن کي سڀ خبرون اٿئي. مان ڪولڻ جي ڪيانس ٿو پر نٿو ڪُلي، ڪامريڊ کي چوان ٿو تہ جن جون آگريون ٻوڏ جي شهيدن جي خون ۾ رنگيل آهن، اهي ڀلا سچ ڇو ڳالهائيندا؟ چوي ٿو تہ اهي تو وارا صحافي برادري وارا آهن، سندن ريٽ جي بہ مون کي خبر آهي. ڪنهن کي ڪيترو مليو؟ اهو مون کي ڪنهن نہ ڪنهن طرح معلوم ٿي ويندو آهي، نالا ڪو نہ ڪٿندس پر ضلعي جي صحافين کي ويهہ لک مليا آهن. تو واري اخبار جو پراڻو صحافي تہ ڪار جو مالڪ اتان ئي ٿيو اٿئي. سوچيان ٿو جي صحافي وچي ويهن لکن ۾ راضي ٿيا آهن تہ پوءِ مالڪلن ڪيتري ۾ راضي ٿيا هوندا؟؟ فون ڪري پنهنجي يار کان پڇان ٿو، اهو ٻڌائي ٿو تہ پنهنجن سنڌي ميڊيا وارن ئي هن ڊزاسٽر جي سيزن ۾ ڪروڙن جا ڌندا ڪيا آهن ۽ سندن ريٽ چڙهيل هيا. اردو وارن جي صحيح خبر نہ آهي. سوچيان ٿو هيڏي وڏي تباهي اچڻ بعد بہ اسان جا احساس ڇو مرده ٿيندا وڃن ٿا !!؟ روزانو ماروئڙن جا گيت ڳارايا ويندا هئا. اهي ماروئڙا جڏهن تاريخ جي بدترين ٻوڏ سبب بي گهر ٿي ويا آهن، اهڙي صورتحال ۾ لکين ٻارن مارن ۽ ماروين جون ڪوڪون بہ ٽي وي تي ٻڌون ٿا، پوءِ بہ هي بي حسي جا انبار ڇو ڏسي رهيا آهيون. جو هرڪو پنهنجي پنهنجي حصي جي رقم انهن مان ڪڍڻ لاءِ ڇو بيچين آهي؟ ٻيو خيال ٿو اچي اهو تہ هڪڙو رخ ٻڌو اٿئي يا ڏٺو اٿئي، سنڌين جو ٻيو پاري پاسو هي بہ آهي، تہ هن سپر فلڊ ۾ سنڌ جا هڪ سئو لک ماڻهو بي گهر ٿيا. هڪڙا صفا برباد ٿيا آهن، جن جو ڪجهہ نہ رهيو آهي. 40 لک ايڪڙن تي بيٺل فصل تباهہ ٿيا اٿن، لکن جا گهر بلڪل تباهہ ٿيا تہ لکن جا گهر ڊيميج ٿيا آهن. ٻيا لکين شهري پنهنجا وسندا گهر ڇڏي فقط سرڪٽي پنهنجن عزيزن وٽ پهتا آهن. انهن جي تعداد جي حقيقي خبر تڏهن پوي ها، جڏهن هر شهر جا مختيارڪار يا ڊي سي او رجسٽريشن ڪري ميڊيا توڙي حڪومت کي ٻڌائن ها. پر افسوس جو انهن اهو معمولي ڪم صحيح نموني نہ ڪيو آهي. مان زڳو اهو ٿو چوان، جيڪي بہ دربدر ٿيا آهن، انهن جو ڏهہ سيڪڙو بہ ڪيمپن ۾ نہ پهتو آهي! پوءِ سوال آهي، تہ اهي نوي لک يا ستر لک متاثرين ڪاڏي ويا؟ جواب آهي تہ اهي ٻوڏ متاثرين پنهنجن عزيزن، مٽن مائٽن، يارن دوستن وٽ ٻن مهينن کان مهمان بڻيل آهن!! منهنجي نظر ۾ ڪيمپن ۾ رهندڙ ڏهہ لک متاثرين کي مانيون کارائيندڙ حڪومت، اين جي اوز، ڪيترن مل مالڪان، سياسي پارٽين، اليڪٽرانڪ ميڊيا مالڪان، جيڪا بہ همدردي ساڻن ڪئي آهي، انهن اها ڪيش بہ ڪرائي آهي، انهن ماني کارائڻ ۽ سامان پهچائڻ وارن ٽي وي تان پنهنجا هڪ هزار ڀيرا فوٽو سيشن ڪرايا آهن، انٽرويو ڏنا آهن پر 90 لک متاثرين کي مهمان بڻائي پنهنجن ٻچن سان ساڳين گهرن ۾ سوڙها ٿي سمهندڙ سنڌين کي ڪنهن بہ اڄ تائين ڪو بہ سلام پيش نہ ڪيو آهي نہ وري انهن کي ڪا اهڙي شهرت جي ضرورت آهي، نہ اُهي ٽي وي تي روز اچي پوز هڻن ٿا، نہ اهي ميزبان ٻاڪارين ٿا تہ هن ٻوڏ ستايل هچائن مان جان ڇڏرايو!! نہ اهي مهمانن تي لاڻي چارج ڪن ٿا نہ ڪرائين ٿا نہ انهن ڪنهن تي گوليون هلرايون آهن. جڏهن تہ ڪئمپن ۾ رهندڙن سان سڀ وارداتون ٿي چڪيون آهن!!! ليڪن منهنجي پنهنجي راءِ آهي تہ ٻن مهينن کان 90 لک ماڻهن کي پنهنجن

ٻچن ۾ رهائيندڙ سنڌي قوم جو نالو گنيز بوڪ ۾ لکرائڻ گهرجي ته"هيءَ سنڌي قوم دنيا جي واحد سپر مهمان نواز قوم آهي. جيڪا نوي لک ٻوڏ سٽيلن کي پنهنجن گهرن ۾ پناهه ڏيو ويٺي آهي". مون ٻڌو آهي. فقط سکر جي ڊي سي اوڪي روزانو 70 لک ماني جا ملن پيا. پوءِ ان جو اندازو ڪير لڳائيندو ته نوي لک مهمانن جي روزانه ماني تي سنڌي قوم جو ڪيترو خرچ ايندو هوندو؟؟ اڄ جي مادي دنيا لاءِ سنڌي قوم جو مثال هڪ مثالي قوم طور سڃاتو وڃڻ گهرجي. مان پنهنجي قوم تي فخر ڪيان ٿو. ته هنن پنهنجي هزار سالن جي ثقافت ۽ تاريخ کي زنده ڪري ڏيکاريو آهي. هڪ پ پ جو اڳوڻو جيالو منهنجو يار پڇي ٿو ته تو وارن قوم وارن سيني قومپرستن گڏجي به هڪ ٽي وي چئنل جي مالڪ جيتري يا هڪ اين جي اوز جيتري يا هڪ ڪارخاني دار مل مالڪ جيتري به امداد به پنهنجي پاران ٻوڏ ستايلن جي ڪو نه ڪري سگهيا. نه وري ڪا ايتري امداد ڪٺي ڪري سگهيا. سڄي دنيا ۾ رهندڙ سنڌين به پنهنجي ئي قوم جي ايتري امداد ڪو نه ڪئي. جيتري امداد فرانس جي فقط هڪ شهر جي پنجابين پنهنجي ٻوڏ ستايلن جي ڪئي!! ان سان سنڌن قوم پرستي وڏيڪ واڪي نه ٿي پئي آ؟مون وٽ ڪيس جواب ڏيڻ لاءِ ڪجهه به ناهي. ياد ٿو پوي ته ڪجهه ڏينهن اڳ سيد زين شاهه ان ڳالهه جو اعتراف ڪندي صحيح چيو هو ته اسين سڀ اهڙي تنظيمي پوزيشن ۾ ناهيون جو اهڙي ڊزاسٽر ۾ پنهنجي قوم جي لاءِ ڪو تاريخي رول ادا ڪري سگهون. منهنجي اڳيان نام نهاد قومي ليڊر شپ وڏيڪ ڪوڪلي ٿي بيهي ٿي. ٻئي ڏينهن وري پنهنجي ڪرت سان لڳون ٿا. ٻوڏ ستايلن جا انٽرويو ڪيان ٿو. ڳوٺ ڄام سونهارو چاچڙ دوست علي سبزوئي ۽ قياس پيو جاآبادگارچون ٿا ۽ ڪجهه شهري چون ٿا ته سنڌ جي هن موجوده بربادي جا سبب اسان جا چونڊيل اسيمبلي ميمبر آهن. جيئن شڪارپور جيڪب آباد، شهدادڪوٽ، ميهڙ، دادو جوهي ۽ سيوهڻ جي ميمبرن پنهنجن شهرن کي وڙهي بچرائي ورتو. تيئن هنن پوٽارن نه ڪيو. اصل جوابدار اهي پوٽار آهن. جن هر ڳالهه سمجهڻ جي باوجود پنهنجو ڪردار ادا نه ڪيو. 95 واري ٻوڏ ۾ جڏهن ساڳيو ٽوڙي بند ٽٽو هيو. ته حڪومت فوج، وڏيرن ۽ عوام گڏجي بي ايس فيڊرڪي بچائي ورتو هيو. هاڻي ڪين اڪيون ٻوٽڻ بدران تارا ڦوٽاري ويهڻ گهرجي ها. بلڪ هر وقت قومي اسيمبلي سينيٽ ۽ صوبائي اسيمبلي جي هر سيشن ۾ دانهون ڪري پڪارڻ گهرجي ها هاڻي ته اسين ڪٿي بچي ويا آهيون پر آئنده اسان جي تڪ جي ماڻهن کي ڪير بچائيندو؟؟ ڪين رڙيون ڪري بندن لاءِ اربين رپيا رڪرائڻ گهربا هيا ٻيو نه ته جيڪي به پيسا منظور ٿيا آهن. تنهن جي صحيح استعمال ڪرائڻ لاءِ ڪين هر وقت ايريگيشن وارن مٿان چوڪسي رکرائڻ کپجندي هئي. ڪانئن پائي پائي جو حساب وٺڻ کپندو هيو ۽ گهربل ڪم نه ٿيڻ تي ڪين سدائين ميڊيا اڳيان ٽوڙي اسيمبلي ۾ ان جي نشاندهي ڪرڻ کپندي هئي ته بندن جو ڪم صحيح نه ٿي رهيو آهي ۽ هي چيف انجنيئر ۽ ٺيڪيدار اسان کي ٻوڙائڻ جو بندوبست ڪري رهيا آهن وغيره. اهو ڪم به انهن چونڊيل نمائندن ڪو نه ڪيو ۽ چو ڪو نه ڪيو! ان جو حساب ڪڏهن ڪانئن ميڊيا به ڪو نه ورتو ته اوهان چو نه ٿا ڳالهايو؟ تنهن ڪانسواءِ جيئن ٻوڏ اچي در تي بيٺي پوءِ به مير هزار خان بجاراڻي ۽ مير عابد خان سندراڻي پنهنجو پاڻ ڪٺائي ٽوڙي بند تي هڪ هفتو به اڳ ڪونه پهتا! جيڪڏهن صحافين جيتري به هاءِ گهوڙا ڪن ها ۽ لٺ ڪٺي پنهنجا ماڻهو وٺي اچن ها. يا وري انهن آخري مليل چاليهن ڪروڙن مان به بندن جو گهربل ڪم ڪرائي وڃهن ها ته به ان سان 90 سيڪڙو خطرو ٽري وڃي ها. ڪاش اهي ٻئي چونڊيل نمائندا پنهنجي پنهنجي جوابداري محسوس ڪن ها. ته سنڌ انهن تي ناز ڪري ها ۽ انهن جي تاريخ لکي وڃي ها. جيڪا جوابداري ٻنهي محسوس ڪا نه ڪئي. ڪامريڊ خادم بجاراڻي چوي ٿو ته اڳيئن دفعي 96ع واري ٻوڏ ۾ به منهنجي ڊيوٽي هئي. بي ايس فيڊرڪي بچائڻ لاءِ ان وقت

ڏهه هزارن کان وڌيڪ مزدور ڪم ڪن پيا. فوج تنهن ڪانسواءِ هئي، رات جو ايتري ليبر ڪم ڪري پئي، ڳڙهي تيغي کان ٽوڙي بند تائين 15 ميل لائيٽنگ ڪرائي ويئي هئي، سوين ڊمپر ٽريڪٽر ڪم ڪري رهيا هئا. سڄي سنڌ جون فوڊ گودامن جون به لک نيون ٻوريون گهرايون ويون هيون، فوجي جوان به غيرت جو مظاهرو ڪندي تن من سان ڪم ڪري رهيا هئا. ايڏي وڏي تجربي رکڻ جي باوجود ٽوڙي بند جهڙي حساس قرارڏنل بند جي بچاءَ لاءِ ڪجهه به نه ڪيو ويو!! ڇو؟ هڪ رٽائرڊ ڪامريڊ چوي ٿو ته ڊزاسٽر اٿارٽي جو فيصلو پاڪستان جي مڙني اخبارن ۾ ڇپيو ته سنڌوءَ کي ڪٽ ڏنو ويندو، اهو فيصلو ڪهڙي طاقت ڪرايو. ان فيصلي ڪانپوءِ بحث ڇا تي ڪيون؟ ته ڪٽ هڻڻ ۾ ڪنهن جو هٿ آهي؟ پوءِ ان لاءِ راهه هموار ڪهڻن ٿي ڪئي. وڏي وزير سيد قائم علي شاهه بيان ڏنو ته ڪٽ هڻڻ نه ڏينداسين وري ٻئي ڏينهن بيان ڏنائين اسان انتظام سڀ ڪري ورتا آهن وڌيڪ جيڪي الله جي مرضي. پر ڪيس ڇوڻ ڪپندو هيو وڌيڪ جيڪا”اصلي تي وڏن جي مرضي“ هن دفعي فوجي جوانن ٽوڙي سنڌن آفيسرن جي ڪارڪردگي به ساڳي آبپاشي عملدارن واري هئي. بلڪ ڪم جي اسٽائيل سلوموشن واري هئي، جنهن سان ڪم ۾ هٿ به نظر اچي ۽ رزلٽ به نه اچي، حالانڪ چار ڏينهن اڳ اخبار ۾ ڇپيو هيو ته سنڌوءَ جا بند فوج جي حوالي ڪيا ويا آهن. چئن ڏينهن ۾ هڪ هزار ٽرڪون يا ڊمپر پاڻ ٿي لاهي سگهن پيا جي ٺيڪيدارن کي به حڪم ڪن ها،ته 10 هزار ٽرڪون پٿرن جون لهي وڃن ها پر ڪين لهرائيون ٿي ڪو نه هيون! وڌيڪ چوي ٿو ته انهن افعالن سبب ئي بنگال وڃايو هين، اُتي جي ٻوڏن ۾ ڪو ٻوٽو ڪو نه هاريو هين. پوءِ ئي مغربي پاڪستانين خلاف نفرت وڌي ويئي هئي، اڳي جيڪي پوري بي ايس فيبڊ کي بچائي ويا هيا، تن کان چئن ڪلوميٽرن وارو ٽوڙي لوپ بند بچي نه سگهيو؟ ڇو پلا جي او سي ۽ جنرل ڪياني کي قادرپور بند جو فڪر وڌيڪ لڳو، جو صاحب اتي هيليڪاپٽر ذريعي لٿو، پر ٻئي صاحب ٽوڙي جهڙي حساس بند کي ڏسڻ به ڪو نه آيا. ان مان ڇا اهو سمجهجي ته سڀني جا مامرا گڏيل آهن؟؟

هاڻي ته سڀ ماڻهو چون ٿا ته مير سندر خان جو پٽ سڀني ڪوشش جي باوجود ڇڏهن پنهنجو فارم ۽ ڳوٺ بچائڻ ۾ ناڪام ويو ته پوءِ ڪنڌڪوٽ کي بچائڻ لاءِ مڙس ٿي بيٺو. ٻوريون پرڻ وارن سان گڏ ٻوريون پرائي پيو، سندس ڪوششون لائق تحسين هيون. ماڻهو وٺي آيو، ٽائيم به ڏينهن سان گڏ راتيون ڏنائين. راڄ به مرد ٿي نڌڙي پيا. بلڪ هڪ زنده قوم هجڻ جو ثبوت ڏيئي رهيا هئا. راجا غوث بخش بجاراڻي هارايل اسيمبلي ميمبر سوين ماڻهن سان پهتو. ڊاڪٽر مظفر ڏاهاڻي ۽ اڪبر ڏاهاڻي، غلام رسول ٻهلڪاڻي، ڪلاتي خان، واحد بخش پيو سڀ جو سڀ اڻ واهه تي جنگي جوڏن جيان پاڻي سان جنگ جوٽي بيهي ويا. انهن سان ڪنڌڪوٽ جا شهرين جا نمائندا حضور بخش مغل، ڊاڪٽر مهرچند، سيٺ نند لال ۽ ڪوهنور فلورمل 38 هزار ٻوريون ڏنيون. تنهن ڪانسواءِ ڊي سي او عابد شاهه سميت سڀني ڪنڌڪوٽ کي بچائڻ لاءِ تاريخي رول ادا ڪيو. پر ڪنهن به وسان ڪو نه گهٽايو، پر ڇوڻ وارا چون ٿا ته سندراڻي کي ڪنڌڪوٽ کي مڙسيءَ سان بچائڻ جا واڻين هڪ ڪروڙ رپيا ڏنا جنهن کي هو مبارڪي چون ٿا. پر افسوس اهو آهي ٽوڙي بند کي بچائڻ لاءِ ڪنهن به تاريخي رول ادا ڪرڻ لاءِ سوچيو به ڪو نه. اڳواڻ اڳوات نه پهتا، جڻ بندن تان روپوش هيا ۽ ميڊيا به ڪين روپوش هجڻ دوران واڪو ڪو نه ڪيو!؟؟

ڪنڌڪوٽ جا صحافي سڃاڻ شهري چون ٿا ته سکر ۾ خورشيد شاهه ۽ ڪرن شگرمل جي مالڪ نعمان شيخ جي گڏجي پريس ڪانفرنس ۾ وضاحت ڪندي چيو هو ته جي علي واهڻ کي ڪٽ هڻون ها ته خيرپور، بينظير آباد، قومي شاهراهه، سانگهڙ ۽ ميرپورخاص به ٻڏي وڃن ها. ساڳي ڳالهه ان دنيا ٽي وي ۽ ڪي ٽي اين سان پڻ ڪئي هئي، ان مان اهو ته ثابت ٿي ويو ته علي

واهڻ کان ڪٽ هنن هڻڻ نہ ڏنو ۽ اها ڪا پروپئگنڊا ناهي پر حقيقت آهي تہ ٽوڙي بند هنن ڏڌاستر اٿارٽي جي پلاننگ موجب دانستہ ٽوڙايو آهي، جنهن کي بچائڻ لاءِ هنن پاران ڪو بہ وقتائتو قدم ڪو نہ کنيو ويو؟!. وزير آبپاشي ڪي ٽي اين ٽي چيو تہ وڏي برسات جاري هئي، اسان ڇا پئي ڪري سگهياسين، اهو بہ سراسر ڪوڙ ثابت ٿيو تہ معمولي ڦڙڦڙ بہ ڪا نہ هئي، جيڪا ڪنهن بہ ڪم ۾ رڪاوٽ وجهي ها. جيڪي بہ اڳواڻ وزيراعظم، وفاقي وزير گڏو تي آيا ۽ جنرل وري قادرپور بند تي آيا، پر اهي سڀ ٽوڙي تي ڇو نہ پئي آيا؟ جيڪو سڀ کان وڏيڪ حساس بند هيو!! اسان ڪانئن اهو ٿا پڇئون؟ تہ سنڌي قوم ڪي هٿ سان ٻوڙائڻ واري قوم سان مذاق ڇو تي ڪئي وئي؟ سڏو سنئون چون ها تہ ڏڌاستر اٿارٽي ۽ طاقتور ڌرين جي منشا اها آهي، اسان سڀ بيوس آهيون. ڪاوش ڪي ٽي اين ڪي هڪ اريگيشن جي بالا عملدار نالو نہ ظاهر ڪرڻ جي شرط تي ٻڌايو هو تہ ڪٽ هٽايو ويو آهي.شايد ڪين سچي حقيقت جي ڪا پوري خبر پئجي وئي. ان ڪانپوءِ تہ ميڊيا ئي انهي ڪٽ ڏيارڻ واري اشو ڪي ڇڻ تہ ڊراپ ڪري ڇڏيو هو. هاڻي ماڻهو چون ٿا تہ ڪٽ هڻڻ واري سياست هميشہ بند ٿيڻ گهرجي، بلڪ جيتريون رقمون هن مهل تائين بندن لاءِ منظور ٿيون آهن، اهي بندن تي خرچ ڇو نہ ٿيون؟ هاڻي عوام جو پر زور مطالبو آهي تہ جن آفيسرن اهي ڪروڙين ۽ اربين رپين جون رقمون هضم ڪيون آهن، انهن تي ڪلي عام ڪيس هلرائي جوابدارن ڪي سرعام سزائون ڏنيون وڃن ۽ سندن جائيدادون ضبط ڪيون وڃن، جيڪڏهن ڪنهن بہ جوابدار خلاف ڪا بہ ڪارروائي ڪا نہ ڪئي وئي تہ پوءِ ان مان ڇا اهو مڪمل ثابت نہ ٿيندو انهي ڏوهہ ۾ سڀ برابر جا شريڪ آهن؟ هڪ رٽائرڊ استاد نجم بجاراڻي چوي ٿو تہ آئنده اهڙا بندن جا ٺيڪا انهن بدنامن بدران بين الاقوامي شهرت رکندڙ ٺيڪيدارن کي ڏنا وڃن. جي سندن ڪم بہ ناقص ٿيل هجي تہ مٿن بين الاقوامي عدالتن ۾ ڊفالٽر ٿيڻ جو ڪيس هلرائي معاوضي جو بہ ڪليم پرايو وڃي.

سچ هي آهي تہ علي واهڻ کي ڪٽ نہ هڻائڻ تي خورشيد شاهہ علائقي جو هيرو بڻجي ويو آهي. ميڊيا ۽ سياسي مخالفن سندس فارم کي تمام گهڻو اڇاليو جيڪو فارم مان پاڻ ڏنو آهي ايڏو ڪو وڏ فارم ڪو نہ اٿس. پر جن ظالمن جا هزارين ايڪڙن تي فارم خود ڪچي اندر آهن تن جو ميڊيا وارن ڪڏهن پلجي بہ ذڪر ڪو نہ ڪيو؟. ارشد شاهہ اروڙ جو اڳوڻو ناظم بہ سندس تعريف ڪندي چوي ٿو تہ هن واري بہ اسين ڪٺي خورشيد شاهہ جي ڪري بچي وياسين، پر آئنده ڪير بچائيندو؟ جي وري ڪڏهن سپر فلڊ آيو تہ هرڪو چوندو تہ هاڻي علي واهڻ کان ئي ڪٽ هڻوس، انهي ڪري خدا جي واسطي انهن ڪٽ هڻڻ واري پاليسي کي هميشہ لاءِ ختم ڪري بندن جو ڪم مضبوط بنيادن تي ڪرائڻ گهرجي تہ جيئن ڪنهن جي بہ مٿان يا ڪٽ هٽائڻ واري تلوار لٽڪيل نہ هجڻ گهرجي.

هڪ رٽائر ڪامورو چوي ٿو تہ سچي سنڌ ۾ بندن جي ٻنهي پاسن جو بند 1200 ڪن ميل ٿيندو. تنهن مان بہ هڪ سئو ميل انتهائي حساس قرار ڏنا وڃن تہ پوءِ 100 ميل جي پڇنگ تي ڪيترو خرچ ايندو! اهو سڄو ڪم هڪ مهيني اندر جنگي بنيادن تي ٺيڪ ڪري سگهجي پيو. گڏو کان سکر تائين هڪ سئو ڪلوميٽرن جي بندن تي ٻنهي پاسن 5 فوٽ مٽي فقط هڪ ارب رپين مان وجهرائي سگهجي پئي، اريگيشن وارن کي تہ چون ٿا سچي سنڌ لاءِ هڪ سئو ارب رپيا ملي چڪا هئا. تنهن ڪانسواءِ اسان جي وزيراعليٰ ۽ خورشيد شاهہ سکر ۽ خيرپور جي بيوٽيفڪيشن لاءِ 27 ارب رپيا خرچ ڪرائي چڪا آهن، پر انهن سنڌ جي زندگي ۽ موت جهڙي سوال سنڌ جي بندن لاءِ مقرر ڪيل رقمن جي ڪمن جي تحقيقات ڪرائڻ لاءِ ڇا ڇا ڪيو آهي؟ حيرت آهي، انهن کي تہ وفاقي حڪومت ٻن سالن کان 63 ڪروڙ رپيا بہ بندن لاءِ ڪو نہ موڪليا

ته به هي ڪجھ نه ڪري سگھيا!!

هڪ رٽائرڊ ايريگيشن عملدار چوي ٿو ته هن وڏي ڊزاسٽر ڪرائٽ ۾ ڪچي جا اُهي وڏا جاگيردار، زميندار هزارن ايڪڙن تي بند ڏيئي ڪمند، ڪيلا، پوڪرائيندڙ ۽ مڇي فارمن وارا به برابر جا شريڪ آهن. مثال طور درياهه جو پيٽ، پنجاب جي مقابلي ۾ سنڌ ۾ وڏيڪ ويڪرو آهي. ڪٿي ڏهه ميل آهي، ڪٿي 15 ميل آهي ته ڪٿي وري ويهه ميل آهي. اسين جيڪڏهن سراسري 15 ميل ٿي ڻئي ڪيون ته انهن پندرهن ميلن اندر به ذوالفقار علي ڀٽو جي زرعي اصلاحات کان پاڻ کي آجو ڪرائيندڙ جاگيردارن ورندو سنڌس روح کي تڙپائيندڙ قدم کڻندي ڀين هزارين ايڪڙن تي قبضا به ڪري ورتا آهن. پر افسوس جو هاڻوڪا پ پ جا وارث سڏائيندڙ هاڻي ذهني طور تي ليگلا ٿي ويا آهن.جو اهڙي ظلم تي به ڪنهن جا به ڪن اُپڙا ڪو نه ٿا ٿين!! جاگيردارن گذريل فوجي حڪومتن دوران ٻيلا وڍرائي ڇڏيا آهن. جيڪي ٻيلا پڻ ٻوڏن کي روڪڻ لاءِ اهم ڪردار ادا ڪندا هئا. انهن درياهن وارن بندن اندر پنجن، ڏهن، ٻارنهن توڙي پندرهن ميلن تائين بند ٻڌرائي ڇڏيا آهن. جن جي ويڪر به پنجن ميلن تائين ٿئي ٿي. تازو ايم اين اي غلام مرتضيٰ جتوئي ميڊيا اڳيان پاڻ فرمايو ته منهنجي فارم کي ٽوڙڻ سبب منهنجو 25 ڪروڙن جو نقصان ٿيو. معنيٰ ته انهن جاگيردارن جا ڪچي ۾ ايترا قبضا آهن جو هڪ فصل جا ئي 25 ڪروڙ ٿيندا اٿن. هاڻي جي درياهه پندرهن ميلن واري پيٽ مان گذرندو وري ٻنهي پاسن پنجن پنجن ميلن وارن هٺ جي ناهيل بندن سان ٽڪرائجي سوڙهو ضرور ٿيندو ۽ سنڌس وهڪري کي به سوڙهه ٿيندي ۽ سئو سيڪڙو وهڪرو وڌيڪ تيز ٿيندو. وري جي اتان سوڙهه بعد وري پاڻي ويڪراڻ ۾ ويندو ته سنڌس چوهاٿ درياهن جي بندن سان ڪجھ نه ڪجھ ڪشت ضرور ڪندي يا نه؟ درياهه جي هوڙهياپ يعني زوران زور حملي آور ٿيندي ته اڳين بندن ۾ گذريل 16 سالن کان مٽي به پيل ڪا نه آهي ۽ پٿرن جي پچنگ به ٿي ڪا نه آهي يا گهربل پچنگ ٿي ڪا نه آهي. يعني انهن بندن ۾ مزاحمت نالي ماتر به ڪو نه رهي آهي. ورندو ايريگيشن عملدارن جي ڪارڪردگي به زيرو هجي يا وري فوجن جي چلت به سلوموشن واري هجي پوءِ درياهه شاهه پنهنجا جوهر ڏيکاريندو يا نه؟ پوءِ مان ڪچي جي بندن اندر اُهي فارم ڏسڻ وڃان ٿو. ٽوڙي بند جي ارد گرد اڳيان پويان عابد خان سندراڻي، حاڪم خان سندراڻي، منظور خان ميراڻي، ڊي آءِ جي سائين رکيو ميراڻي، نصير خان ميراڻي جا مڇي فارم جي ميلن ۾ هئا پر هن مهل نشان به ڪو نه اٿن. مهاڻا ٻڌائين ٿا ته انهن جي مجموعي ساليانو آمدني ويهن ڪروڙن کان مٿي آهي. ڪامريڊ خادم ٻڌائي ٿو ته درياهه اندر وزيراعظم گيلاني جي مٽن جهانگير ترين ۽ مخدوم محمود احمد جو گهوٽڪي لڳ ڪمند جو فارم پڻ ٻارنهن ميلن تائين ڪچي ۾ والار ڪري ٿو. سنڌن فارم جو بند 15 فوٽ اونچو ۽ 30 فوٽ ويڪرو آهي. جنهن کي بچائڻ لاءِ ڊاڙيل موسو لولائي پنهنجن ساٿين ۽ هٿيارن سميت ۽ فوجي جوان گڏجي پهرو به ڏين پيا ۽ ڪٽ هٽڻ به نه ڏنائون جو هي سپر فلڊ به انهي بندکي ٽوڙي نه سگهيو!! اهڙو ٻيو بند جيڪو ڪچي اندر آهي، جنهن کي هيڊ ڪوارٽر ڪوئين ٿا، اهو پير ڳوٺ لڳ صدرالدين شاهه راشدي جو هيو، جنهن کي پڻ هي ٻوڏ ٻوڙي نه سگهي. مان سوچيان ٿو ته هاڻي اها درياهه سان سچي ڪشت ٽوڙي بند جي ارد گرد آهي. اهو هڪ اهم سبب آهي جو ٽوڙي هر دور ۾ حساس قرار ڏنو ٿو وڃي. فقط ٽوڙي لڳ ئي هزارين ايڪڙن تي قبضو ڪندڙ زميندار سرڪار کي سال جي ليز ويهه لک به نه ڏيندا آهن. ليڪن سنڌن آمدني ويهن ڪروڙن کان چاليهن ڪروڙن تائين آهي پر انهن جي ڪري ۽ ايريگيشن جي عملدارن جي ڪري سنڌ جي آبپاشي وزيرن جي نااهليءَ جي ڪري ۽ ڊزاسٽر اٿارٽي جي ڪري هڪ ڪروڙ ماڻهن کي تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيو ۽ هڪ هزار اربن جو نقصان ڏياريو ويو آهي. انهن

جو احتساب ڪيئن ۽ ڪير ڪرائي سگھندو؟ جي انهن جو احتساب ڪرايو ويو اها هن حڪومت جي شاندار تاريخ ٿيندي.

وزير داخلا ذوالفقار مرزا فرمايو آهي تہ اسان رحمدلن ڪچي جي قبضي وارن کي ڪجھہ بہ نہ ڪري سگھياسين، پر درياھ بادشاھ سندن قبضا ڇڏرائي ڇڏيا. مان سوچيان ٿو تہ ڇا انهن کي قبضا ڪرڻ آئينده نہ ڏيندا؟ يا سندن ليزون رد ڪيون ويندون؟ هنن کي بہ خبر آهي تہ اهي جاگيردار اڳوڻين فوجين حڪومتن جا پاليل آهن، خود فوجين ڪين ٻيلا ورائڻ جي ڪلم ڪلا چوٽ ڏني هئي! اهڙي حرڪت دنيا جي ڪنهن بہ فوج نہ ڪرائي هوندي. هاڻي بہ موجوده حڪومت انهن جي خلاف ڪو بہ قدم کڻڻ جي جرئت ڪا نہ ڪندي. نظر ائين ٿو اچي تہ پنجابي فلمن جيان هنن کي فقط ٻڙهڪون ئي ڦٻنديون، هي گذريل ٽن سالن ۾ جنرلن جي پيارن، ڪچي وارن زميندارن کان هڪ لک ايڪڙ واپس نہ وٺي سگھيا آهن، سي باقي سندن پن سالن ۾ ساڍا ست لک ايڪڙ ٻيلن جي زمين جو قبضو ڪيئن وٺي سگھندا؟ مون کي سمجھہ ۾ نٿو اچي تہ ٻيلن جي لکين ايڪڙ هضم ڪرڻ وارن خلاف سپريم ڪورٽ خبر هجڻ باوجود هن مهل تائين قدم ڇو نہ کڻايو آهي؟ جڏهن تہ سپريم ڪورٽ پرويز مشرف جي ٻين قدمن خلاف فيصلا بہ ورتا آهن. پوءِ بہ ڪچي وارن خلاف قدم ڇو نہ کنيو ويو آهي؟

پيا ڳوٺ جا برباد ٿيل معتبر چون ٿا تہ جيڪڏهن اسان جا اسيمبلي ميمبر پنهنجي موجودگي ۾ بيهي هڪ لک ٻورين بندن تي وجهرائن ها تہ صورتحال بلڪل مختلف هجي ها، يعني بروقت پنجويهن لکن رپين جي خرچ سان ايترو فرق پوي ها جو ماڻهو انهي کي هڪ معجزو سمجهڻ لڳن ها. جيڪڏهن عوام ۽ ڳوٺاڻن مان غيرت بلڪل نڪري وئي آهي ۽ اهي پنهنجي بندن کي بچائڻ لاءِ قابل نہ رهيا هيا، تہ پوءِ سڄي سنڌ جي حساس بندن تي هڪ لک ماڻهو مزدوري تي لڳائجن ها تہ بہ روزانا ٻي ڪروڙ خرچ اچي ها، ان سان سنڌ حڪومت تي ڪهڙو فرق پوي ها. فقط ٽيهہ ڪروڙن جي خرچ سان ٽيهہ لک ٻورين لهرائي هن وڏي ڊزاسٽر کان بچي سگھجي پيو. جڏهن تہ ان کان پنجوڻ تي وڌيڪ رقم سنڌ حڪومت رينجرز وارن تي خرچ ڪندي آئي آهي ۽ انهن سنڌ کي اڄ تائين ڪهڙي مصيبت کان نجات ڏياري آهي؟ ليڪن انهن سيني وزيرن ۽ ميمبرن دزاسٽر اٿارٽي جي ڳٽ جوڙ سان ئي سنڌ مڪمل برباد ڪرائي وئي آهي. مان سوچان ٿو تہ ان سڄي صورتحال ۾ فوج ڇو نہ پاڻ ملهايو. انهن ڇو پنهنجو نالو بدنام ڪرايو. ڇا سچ پچ اسان جي فوج انهن بندن جي رکوالي ڪرڻ جي قابل نہ رهي آهي؟ جواب آهي تہ انهن جي اهڙي ويلي ڪارڪردگي ناهي، بلڪہ انهن جي تجويز ڪيل فيصلي موجب هي سڀ ڪجھہ ٿيندو رهيو آهي. مون کي ٽو ون نائين پوائنٽ تي هڪ ڊي ايس پي پاڻ ٻڌايو تہ جڏهن ٽوڙي بند اوور ٽاپ ڪرڻ لڳو هو تہ ڳوٺاڻن کي فوج پاڻ هٽايو جڏهن اتي ڪير بہ نہ رهيو تہ ٽوڙي بند کي اوور ٽاپ ڪرڻ واري جاءِ تان ئي ڌماڪي سان ڪٽ ڏيارايو ويو، مون ڌماڪو پاڻ ڪنن سان ٻڌو، مان چوانس ٿو تہ اها ڳالھہ ڪندي ڊپ ڪو نہ ٿو ٿيئي، چوي ٿو تہ نہ! ساڳي ڳالھہ دوست علي سبزوئي جا ڳوٺاڻا بہ چون ٿا تہ ٽوڙي بچاءَ بند کان پهرين ٽوڙي لوپ بند کي پڻ هٿ سان ڪٽ ڏنو هيائون. مون سان قياس پيو جي هڪ معتبر پڻ ان ڌماڪي ٻڌڻ جي تصديق ڪئي، پر بدنام وري سياسي حڪومت ٿي، جن کي شايد پنهنجي عزت جي بہ خبر ناهي. انهن ڪڏهن بہ پنهنجي جوابداري محسوس ڪندي بندن لاءِ منظور ٿيل رقمون صحيح استعمال ۾ نہ آنديون، نہ ئي هن ڪڏهن اسيمبلي ۾ ڳالهايو، نہ انهن آفيسرن کي ڪڏهن پريس ڪانفرنس ڪري بدنام ڪيو. هڪ نندڙي ڪئنال ميرواھ کي خيرپور ۾ ڪنڌ لڳڻ ڪري هڪ سپرنٽينڊنٽ انجنيئر نظير احمد مهر، هڪ انجنيئر گل حسن ميمڻ ۽ هڪ ايس ڊي او عبد القادر شر کي لاٿو ويو ٿو، پر درياھ

ڪي ڪنڍ لڳو ته هڪ به آفيسر خلاف قانوني قدم نه کنيو ويو آهي ڇو؟. اسيمبلي ميمبر ۽ وزير شهيد بينظير ڀٽو جا وارث سڏرائيندڙ ئي آهن، جن جي موجود هوندي سنڌ برباد ٿي وئي ملير جي مارئي جي ڀائرن مارواڙن جي خون سان گرڙيون پيئي ڪيون. يا گرڙيون ڪرڻ وارن کي ڪجهه نه چيائون. هاڻي به جيڪڏهن هيڏي تباهي ۽ بربادي آڻڻ وارن خلاف ڪو به قانوني قدم نه ٿو کڻايو وڃي ته اهو ضرور سمجهڻ گهرجي ته شهيدن جي خون سان گرڙيون ڪرڻ وارن ۾ سڀ برابر جا شريڪ آهن.

هن سڄي ڊزاسٽر ۾ پختون، پنجابي، سرائڪي ۽ سنڌي وڏيڪ متاثر ٿيا. بلڪ ائين لکڻ گهرجي ته برباد ٿيا. انهي سڄي صورتحال تي پوري پاڪستان رت ٿي رنو. سواءِ ايم ڪيو ايمين جي!! جيڪي ماڻهو ٽيهه سال جنرلن جا پڇ لٽڪائو رهيا، هر غير جمهوري حڪومت جا ٽڪريل ٿي رهيا، انهن کي اوچتو سنڌ جا جاگيردار ياد اچي ويا، نه رڳو ياد پين پر انهن کي منهن ڏيڻ لاءِ محب وطن جنرلن کي "فوجي ڪُو" آڻڻ جي اپيل پڻ ڪيائون؟

جڏهن ته ڪين ثبوتن سان اها خبر به آهي ته جاگيردارن ۽ جنرلن جو پاڻ ۾ پنجاهه سالا مقدس اتحاد آهي. اهو سڀ انهيءَ ڪري ڪيو ويو جو پ پ حڪومت جي سستي شهرت ماڻڻ وارن بيانن ته اسين پوڙ ستايلن کي ڪراچي ۾زمينون ڏينداسين ۽ گهر به ٺاهي ڏينداسين وغيره وغيره. انهن بيانن اسان جي مهاجر ڀائرن جون ننڊون به حرام ڪري ڇڏيون. انهن کي مظلوم سنڌين يعني پوڙ سٽيلن تي مهاجرن کي هڪ تر جيترو به رحم ڪو نه آيو. هنن سوچيو ته لڏ پلاڻ جيترو اسان کي رهڻ ٺاهيو آهي، هيءَ لڏ پلاڻ مٿان هنن کي به اسان کان وڏيڪ رهڻ بٺائي ڇڏي، پوءِ سنڌن جي ڪراچي اچڻ سبب اسان جي هڪ هٽي ختم ٿي وڃي. ان تي ڪراچي ۾ رهندڙ پنجابي پختونن کي ڪا گهٽي تڪليف يا پريشاني ڪا نه ٿي پر سئو سيڪڙو جيڪڏهن ڪو پريشان نظر آيو ته اهي ايم ڪيو ايمي نظر آيا. انهن دهلي جي نگن کي ٽيهن سالن ۾ ڪڏهن به زرعي اصلاحات ياد ڪو نه آيا، انهن ساڳين مها جاگيردارن سان هر دور اقتدار ۾ شرڪت ڪئي، انهن ڪڏهن به قومي اسيمبلي، سينيٽ يا صوبائي اسيمبلي ۾ اهو ڪو نه پڇيو ته جاگيردارن وٽ ڪاتي ۾ ڪيتري زمين آهي ۽ فصل ڪيتري زمين جو ڪٽي رهيا آهن؟ انهن فوجين جي دورن ۾ئي سنڌ جي لکين ايڪڙ ٻيلن جي زمين تي سنڌن اتحادين قبضا ڪيا. انهن خلاف هنن ڪڏهن به آواز ڪو نه اٿاريو. دراصل اسان جا پوتار جاگيردار ۽ ايم ڪيو ايمي جنرلن جون رکيلون ۽ سريتون ٿي رهيون آهن. انهن ڪڏهن اسيمبلي ۾ توڙي ٻاهر هارين جي زندگي موت جهڙن مسئلن تي احتجاج ڪو نه ڪيو آهي نه وري هارين جي حقن لاءِ قانون سازي ڪرائڻ ۾ ڪو تاريخي رول ادا ڪيو آهي، ڪين اوچتو سنڌ جا هاري ۽ مارواڙن جا ازلي دشمن جاگيردار ياد اچي ويا آهن!! جنهن تي جڳ مشهور صحافي شاهين صهبائي چيو ته "سنڌين جي ڪراچي اچڻ تي الطاف حسين اهو بيان خوف ۾ ڏنو آهي ته محب وطن فوجين کي ڪُو آڻڻ گهرجي".

مون کي سنڌن ترڪتالي دهلي جي نگن واري سياست ڏسي ڪل ٿي اچي ته جن کي هارين جي لکن جي تعداد ۾ ڪراچي اچڻ تي پنهنجو ازلي موت ٿو نظر اچي، اهي وري راڳ به هارين جو ٿا ڳائين. "ڪيا انصاف آڪان، توا ڏي ڳاوڻ دا" مون کي جاگيردارن جي ٻهروپ تي حيرت ڪا نه ٿيندي آ، ڇاڪاڻ ته انهن جي ابن ڏاڏن، هارين تي حڪمراني ڪرڻ لاءِ ئي انگريز جي دلالي ڪندي جاگيرون ورتيون، سنڌن اولاد مان به ڪو ئي به سنڌن اهڙي ڪڌي ڪم تي شرمندو ڪو نه ٿيندو آهي!! انهن جاگيردارن کي به اهي اڻ پڙهيل غير منظم ڳوٺاڻا ڏاڍو وڻندا آهن. جيڪي مارواڙا ماسترن جي اسڪول جي نه اچڻ تي ڪڏهن اسيمبلي ميمبرن تي ڪو نه ڪاوڙبا آهن! جيڪي اسپتالن ۾ ڊاڪٽرن ڀاران هارين کي دوائون نه ملڻ تي پنهنجي قسمت سمجهندا آهن!

جن پنهنجين لکين ايڪڙ زمينن کي سم تيندي ڏٺو، جن لاءِ اسيمبلي ميمبرن ڪڏهن به پنجاهه سا ن اندر پنج منٽ به ڪو نه ڳالهايو. جن آبادگارن جون هزارين ايڪڙ زمينون هر هڪ اسيمبلي ميمبر جي تڪ ۾ پاڻي لاءِ سڪنديون رهيون پر پوتارن ڪڏهن پنج منٽ سندن زمينون سڪائڻ وارن خلاف نه ڳالهايو آهي. اهڙا غريب ووٽر شايد دنيا جي ڪنهن به سياستدان کي نه مليا هوندا. ڪـر چاهيندو ته ماروئڙا سندن رعيت ٿي نه رهن ۽ اهي وڃي ڪراچي جي انٽرنيشنل سٽي ۾ رهي، پنهنجن پوتارن جي اصلي چهرن کي پڙهي وٺن، سندن هاري پورهيت دشمنن سياست کي سمجهڻ شروع ڪن. تنهن ڪري انهن حڪمرانن مان ڪنهن هڪ سنجيدگي سان ٻوڏ ستايلن جي سهڪار لاءِ ڪا به عملي تدبير به اجا تائين پيش نه ڪئي آهي ته پوءِ اهي انهن ماروئڙن کي چا ڻي ڏيندا، اهي ته چاهين ٿا ته اهي ماروئڙا پنڻ سکن ۽ هو جلدي سان پنڻ به سکي رهيا آهن. مار چوان ٿو ته هن وقت ٻوڏ ستايلن کي نه پلاٽن جي ضرورت آهي، نه ڪي پڪي گهرن جي خوابن جي ضرورت آهي، اڄ جنهن صورتحال ۾ هو جي رهيا آهن، ان ۾ سڀ کان پهريون کين روزگار جي ضرورت آهي، يعني کين مزدوري جو حق ڏني ڏيو. اڄ جنهن ڪراچي لکين بهاري، بنگالي، هندستاني، ڪشميري، پنجابي، پناٺن کي پنهنجي آغوش ۾ يعني ساهه سان سانڍي رکيو آهي، انهي ڪراچي وارن جي اڳيان ٻوڏ ستايل ماروئڙا مزدورين لاءِ اجايل اکين سان ڏسي رهيا آهن، کين دربدر ٿئي ٻه مهينا ٿيا آهن پر ڪنهن ڪراچي جي صنعتڪار جي تنظيمن اهو اعلان نه ڪيو آهي، ڪراچي جي هزارين ڪارخانن اندر ڏهه ڏهه ٻوڏ ستايلن کي نوڪريون ڏيڻ جو اعلان ڪيون ٿا! حيرت آهي هن مهل تائين انهن مان هڪ به اهڙو اعلان نه ڪيو آهي، ڪراچي ۾ هزارين بلڊرس آهن، تن مان هڪ به نه چيو ته اسان هڪ هڪ ٻوڏ ستايل کي چوڪيداري ڏيڻ جو اعلان ڪيون ٿا. ڪراچي ۾ هڪ لک کان وڌيڪ بسون، مني بسون، ويگنون آهن، جن جون پاڻ ۾ تنظيمون پڻ ٺهيل آهن ۽ جيڪي وڏيون وڏيون شهر ۾ هڙتالون به ڪرائينديون آهن، انهن بس مالڪن مان ڪنهن به اهڙو اعلان نه ڪيو آهي، اسان پنهنجن مسلمان ڀائرن کي ڪلينڊري، ڪنڊيڪٽري يا ڊرائيور طور رکڻ جو اعلان ڪيون ٿا. ڪراچي ۾ هزارين گارمينٽس فيڪٽريون آهن، تن ۾ پڻ ٻه ٻه ٽيلر ماسٽر ۽ چوڪيدار رکڻ جي گنجائش هر وقت موجود هوندي آهي، ڪراچي ۾ هر بازار ۽ پيٽرول پمپ تي گن مين ۽ گارڊ جي ضرورت هوندي آهي، ڪراچي جي هزارين پيٽرول پمپن تي پندرهن کان ويهن آپريٽرن جي ضرورت هوندي آهي. انهن جي ڪنهن تنظيم پاران پڻ اهڙو اعلان نه ٿيو آهي. ٻن ٻن ٻوڏ ستايلن کي اسين ٿا روزگار سان لڳايون. حڪومت جو فرض هيو ته انهن کي منٿ ڪري ئي ٻوڏ ستيلن کي روزگار سان لڳرائي ها. اهو ڪم ڪو اهڙو ڏکيو به ڪو نه هيو. پر مان ڏسان ٿو، ڪراچي توڙي سکر، حيدرآباد جي ڪيمپن تي فوٽو سيشن لاءِ اينڊڙ ليڊرن توڙي سرمائيدارن پاران ڪنهن به کين مستقل روزگار جي آفر ڪو نه ٿي ڏني! فقط ڪجهه ڏينهن ڪاڏا ۽ شيون ورهائي فوٽو سيشن ڪرائي پنهنجو فرض پورو ڪري وڃي ٽيڪجي گهرن ۾ ويٺا. مان ڏسان ٿو ته ٽي وي پروگرامن ۾ اينڊڙ معيشتدانن توڙي پاڻ کي اسڪالر سڏائيندڙن مان ڪنهن به حڪومت کي ڪو به ترت ۽ موثر قدم کڻڻ جهڙي تجويز ڪو نه ٿي ڏني. مان سمجهان ٿو ته هن وقت ٻوڏ ستايلن کي سڀ کان وڌيڪ ضرورت اها آهي ته کين سردست روزگار سان لڳائڻ واري ترت حڪمت عملي جوڙڻ گهرجي، مان سمجهان ٿو حڪومت پاڪستان کي هن وقت ٻوڏ ستايل ماروئڙن لاءِ سردست پيري فوڊ گودام، ٻنهي ڪراچي پورٽ ۽ بن قاسم پورٽ تي ڊيلي ويجز واري ئي سهولت وٺي ڏيڻ کپي، جيئن هو ڌاڪو ٽيڻ واري بيمارين جو شڪار نه ٿي وڃن. ٻيو جيڪي ڀاري مزدوري ڪرڻ جهڙا نه آهن، انهن کي اڳئين پرويز مشرف حڪومت جيان گهٽ ۾ گهٽ پنجاهه هزار رڪشائون وٺي ڏيڻ گهرجن ته جيئن

هو هڪ هفتي اندر روزگار سان لڳي وڃن. ساڳي طرح هڪ لک موٽر سائيڪلون وٺي ڏيڻ ڪپن ته اهي انهي کي ٽيڪسي ڪري هلائين. جيئن هن وقت خيرپور ۽ نوشهرو فيروز ضلعي ۾ ڏهه هزار موٽر سائيڪلون ٽيڪسي طور هلايون طور وڃن ٿيون. جن جا هلائيندڙ روزانو به سئو ربين کان ٽي سئو ربين تائين ڪمائي رهيا آهن. جنهن سان ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ وبجهو ويندڙ سوارين کي فقط ڏهن ۽ ويهن روپين ۾ سواري کي اڳتي ڪري اچن. پر ڪراچي ۾ اهو پنج سئو کان وڌيڪ ڪمائي سگهندو. جنهن سان بسن جي عذاب سهندڙ عوام کي پڻ تمام گهڻي سهولت ملندي. تنهن کان سواءِ ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر ۾ ڏهه. ويهه هزار هٽ ريڙهيون وٺي ڏيڻ ڪپن. جيئن اهي شهرن جي گلين ۾ فروٽ ۽ سبزيون وڪڻي روزانو 5 سئو ربيا خود به ڪمائي سگهن ۽ ماڻهن کي مارڪيٽ ۾ وڃڻ واري تڪليف کان بچائي سگهن. تنهن کانسواءِ پينس ڪالونس اندر يا انهي جهڙي ہي پينس ڪالوني ٺاهي ڪين پنج پنج يا ڏهه ڏهه مينهون وٺي ڏيڻ ڪپن ته جيئن هو پنهنجو اباڻو روزگار ڪراچي، حيدرآباد ۾ ڪري سگهن. ساڳي طرح پنجاب مان ساهيوال جي نسل جون ڳابيون گهرائي في خاندان کي پنج پنج ڳابيون ڏنيون وڃن. چاڪاڻ ته گهڻو امڪان آهي ته پوري سنڌ ۾خاص ڪري ٻوڏ هيٺ لکين ايڪڙ زمينن تي ڳاهه انتهائي گهڻو ٿيندو. جي هاري ۽ ڏتڙيل آبادگار انهي واڌو ڳاهه مان پنهنجي مال جي مڪمل رکوالي ڪري سگهندا. پنجاب مان ساهيوال نسل جي چاليهن هزارن ۾ ايندڙ نندڙي ڳابي ٻارنهن مهينن ۾ ڏيڍ لک جي ٿيو وڃي ٿي، ٻوڏ ستايلن لاءِ هڪ بهترين روزگار جو ذريعو بڻجي سگهي ٿي. انهي سان هو پنهنجي پنجاهه سالن جي گڏ ڪيل موڙي جيڪا سندن ٻوڏ ۾ تباهه ٿي آهي اها وري پنهنجي محنت سان ٻيهر پيدا ڪري سگهن. تنهن ڪانسواءِ جيڪڏهن واقعي پ ٻ وارا نواز ليگ وارن توڙي ايم ڪيو ايم وارا جاگيردارن مان جان ڇڏائڻ چاهين ٿا ۽ جاگيردارن جون ڪچي واريون ڏاڙيلن جي پيداوار واريون نرسريون به تباهه ڪرڻ چاهين ٿا ته ٻوڏ في الحال قبضا خورن کان ڪچي جي زمينن جا قبضا ڇڏائي اهي ڪچي واريون زمينون 15 يا 20 ايڪڙ ٻوڏ ستايلن ۾ مفت ورهائين. اهو ڏاڙيل فيڪٽر جهڙي عذاب جو به مستقل بنيادن تي حل آهي ۽ حڪومت کي اهڙي اعلان ڪرڻ ۾ بظاهر ڪا به ڏکيائي سامهون ڪا نه ايندي. جيڪو مخالفت ڪندو، اهو هميشه لاءِ سياسي موت مري ويندو. ائيا به جي پاڪستان جا حڪمران حقيقي غيرت جي موڊ ۾ آهن ته پوءِ ٻوڏ ستايلن لاءِ هنگامي بنيادن تي اسپيشل ڪيس طور هڪ لک آرمي ۽ بحريه ۾ سپاهي ڀرتي ڪن. چاڪاڻ ته بندن تي ڪٽ به انهن جي ڪاتي ۾ چاڙهايا وڃن ٿا. نه ته سندن خلاف جيڪا نفرت وڌندي، اها پني ۽ بينظير جي قتلن کان گهڻو وڌيڪ هوندي. ٻوڏ ستايلن لاءِ پرمننٽ طور حل به اهو ئي آهي. جن کي فوج ۾ يا ٻئي ڪنهن هنڌ روزگار ملندو، اهي آهستي آهستي پنهنجا گهر به ٺاهي وٺندا. پر سوال آهي ته اهڙن بهادرانا فيصلن ڪرڻ واري سگهه ڪنهن ۾ آهي؟ ۽ جو هو اهڙو انقلابي عمل ڪرائي سگهي؟ جو ته موجوده حڪومت مٿان ميڊيا معرفت اڄ يا سڀاڻي وڃڻ واري تلوار لٽڪائي رکيو اچن ٿا. هنن ۾ ته اها به جرعت نه آهي جو گذريل فوجي حڪومت دوران هڪ ڪرب 29 ارب روپيه معاف ڪرائڻ وارن کان يعني پنجاب جي سياستدانن ۽ ڪامورن کان اها رقم وصول ڪري سگهن اها جرئت به سپريم ڪورٽ ڪئي آهي ۽ انهي مان ٻوڏ ستايلن لاءِ روزگار جا ڪيئي وسيلا مهيا ڪري سگهجن ٿا. وسعت الله خان بي بي سي جي نمائندي کي ان ڊزاسٽر جو جائزو وٺڻ واري ٽوئر دوران هڪ گهوٽڪي جو عملدار چوي ٿو ته گهوٽڪي جي لبرٽي پاور، ايڪسون، پاڪ سعودي ياڻ فيڪٽري، شگر مل، قادر پور گئس فيلڊ، ماري گئس ڪمپني جن کي حڪمرانن هر حال ۾ بچائڻ لاءِ ٽوڙي بند کي ڪٽ ڏياريو ويو. اڄ انهن وڏن ادارن ڪمپنين، ڪارخانن جي نفعي جو فقط هڪ سيڪڙو ئي سنڌ

جي ٻوڏ ستايلن لاءِ مخصوص ڪجي ته ۽ انهن علائقن ۾ روزگار جا نوان ذريعا تلاش ڪجن ته ٻه ٻوڏ ستايلن جو ان رقم مان تمام گهڻو سهارو ٻڌجي سگهجي ٿو. پر اهو سڀ ڪجهه هڪ سڌهاري حڪومت ئي اهڙا سگهارا قدم کڻي سگهي ٿي. هن ڊزاسٽر ستايلن جو هڪ پرمننٽ حل ڪڍڻ لاءِ سيني ڏرين کي ڪجهه نه ڪجهه ته ڪرڻو پوندو. نه ته ٻي صورت ۾ ٻوڏ متاثرين کي ڏاڙيل ٿيڻ کان ڪو به بچائي نه سگهندو. اڳ سنڌ ۾ ڏاڙيل فيڪٽر کي ضياءَ شاهي هٿ سان پيدا ڪرايو هو. جيڪو سندن ئي ڪنٽرول هيٺ رهيو هو. پر هي جي حقيقي بک کان پنهنجن ٻچن جون زندگيون بچائڻ لاءِ نڪرندا. ته ڪنهن جي به عزت محفوظ ڪا نه رهندي. فيصلو هاڻي حڪومت ۽ فوج کي ڪرڻو آهي. ڏسئون ڇا ٿا ڪن؟؟؟ هن ڊزاسٽر دوران سنڌي ماڻهن اها ڳالهه ضرور محسوس ڪئي آهي ته فوج هڪ الڳ مخلوق آهي. سندس هڪ تر جيترو به نقصان ٿيڻ وارو هجي ته اهڙو فيصلو ڪرڻ ئي نه ٿا ڏين پر ان جي بدلي عوام جو يا سنڌ جو ڇاهي ڪيترو به نقصان ٿئي ان جي پرواهه ڪو نه اٿن!!!.

هن سڄي ڊزاسٽر جهڙي ٻوڏ ۾ جيڪڏهن ڪنهن کي ذري جيترو به جهٻو نه آيو ته اهو سياستدانن، ڪامورن ۽ ٺيڪيدارن جو ٽولو هيو. اڪثر ڪري صحافي ۽ سامعين پڻ اهڙا منظر ڏسي ڪيئي دفعا روئي ويٺا. پر هنن جي اک ۾ ڳوڙهو نه آيو! نه انهن پنهنجي ڪمائي مان ٻوڏ متاثرين لاءِ امداد ڏيڻ جو ڪو به اعلان ئي ڪيو! جڏهن ته اڄ سنڌ جي ڪمائي انهن جي ئي پيٽ ۾ آهي. سندن لاءِ هن صدي جي وڏي ۾ وڏي ڪمائڻ جي سيزن هيءَ ٻوڏ ٻڌجي آئي! انهن ستايلن کي ماني کارائڻ بهاني جيڪڏهن 15 ديڳيون روز پئي لهرايون ته انهن بل 150 ديڳين جا پئي ٺهرايا. جي انهن 150 ديڳيون پئي لهرايون ته انهن 1500 ديڳين جا بل پئي ٺهرايا. ٻاهران آيل قيمتي ڪمبل توڙي ٻيو قيمتي سامان ته غريبن جي مقدر ۾ ئي لکيل ڪو نه هيو پر منرل واٽر جي بوتلن جون ٽرڪون به پنهنجن حويلين ۾ لهرايون. هر دڪان هر هوٽل توڙي ڪچهرين ۾ هر هڪ جي وات ۾ آهي ته هو تر جي ايم اين اي ۽ ايم پي اي جو نالو وٺي ٻڌائين ٿا ته ڪهڙن ڪهڙن سامانن جون ٽرڪون ورهائجڻ بدران سڌو سئون سندن محلن ۾ وڃي لٿيون!! پ پ جيڪا ٽن فوجين حڪمرانن کان نه ٽٽي آهي اها سندن نااهلي جي ڪري پاڻ ئي فنا طرف گامزن ٿيندي نظر اچي ٿي. مان سوچان ٿو ته انهن چونڊيلن سان ڇا ٿيڻ کپي؟ يا خود ٻوڏ ستايل سندن آڌر ڀاءُ ڪيئن ٿا ڪن؟ اهو تاريخ تي ٿو ڇڏجي.ڏسئون ته سنڌ جي نئين تاريخ ڪيئن ٿي رقم طراز ٿئي؟.

تازو پ پ جي تاج حيدر پاران جنهن منصوبي جو اعلان ڪيو ويو آهي، اهو انتهائي شاندار اعلان آهي، اهو منصوبو آهي ته هڪ لک ٻوڏ ستايلن کي دوست ملڪن ۾ نوڪريون وٺي ڏيڻ. تنهن ڪانپوءِ خورشيد شاهه پاران سنڌي اخباري مالڪن ۽ ايڊيٽرن سان اهڙو اظهار ڪيو ويو ته اسان جي حڪومت ٽن سالن ۾ پاڪستان جا چار لک 10 هزار ماڻهو ٻاهرين ملڪن ڏانهن موڪليا آهن. هڪ سوال جي جواب ۾ هن ٻڌايو ته سنڌ جا فقط سترنهن سئو ماڻهو هئا. ڇاڪاڻ جو انهن جي بنيادي ٽريننگ ۽ ڪورس ٿيل ڪو نه هين. مون کي ڊپ ٿو ٿئي ته محترم تاج حيدر واري اعلان هڪ لک ٻوڏ ستايلن کي دوست ملڪن ۾ نوڪريون وٺي ڏيڻ واري اعلان جو به حشر خدا نه ڪري جو اهڙو ٿئي. مان سمجهان ٿو ته جي انهن مان اڄ تجويزن تي به عمل ڪيو ويو ته حڪومت جي تاريخ ٺهي ويندي. ٻي صورت ۾ سندن تاريخ الٽي ٿي سگهي ٿي. پوءِ ڪين شهيدن جي نالي تي به ووٽ ڪو نه ملندا. (ڇپائيندڙ: نظر حسين لاڙڪ)

**پاران: شاهه عنايت آبادگار هاري يونين (شاهي)**

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "**پڙهندڙ**" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books نـاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻَ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نسُل وارا پنَ به مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ به ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نه آهي.

ڪوشش اها هوندي ته پنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي ته ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي به ٿِين. اهڙي حالت ۾ پنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو به مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو ته يلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو به لاڳاپو نه هوندو.

پَنَن ڪي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٹَ، پُکارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ چُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ چُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)